ماهوار عوامي

# تحريڪ

حيدراباد

رجسٽرڊ نمبر: 3474

جنوري/ فيبروري 1990ع

شمارو: چوٿون

ايڊيٽر :

غلام نبي ڀهراڻي

اعزازي صلاحڪار :

ڊاڪٽر ظفر قادري

نمائندا–

ڪراچي : جاويد سومرو

حيدرآباد: عبدالرحمان لاشاري

خيرپور : صحب علي راڄپر

لاهور : حسين لاڪو

لنڊن : سيف الله نظاماڻي

لکپڙه لاءِ ايڊريس

1– پوسٽ باڪس نمبر 301 حيدرآباد.

2–عوامي ڪتاب گهر گاڏي کاتو حيدرآباد.

3– 108 بمبئي هوٽل آءِ آءِ چندريگرروڊ ڪراچي.

قيمت 10 رپيا

هي پرچو ايڊيٽر ۽ پبلشر
غلام نبي ڀهراڻي سردار پريس مان ڇپائي
ايف – 1326 حيدرآباد مان پڌرو ڪيو.

## سٽاءَ

### ايڊيٽوريل



### ڪهاڻي



### شعر و شاعري



### خط ۽ رايا :

هي رسالو "آرٽ لائين ڪمپيوٽر ڪمپوزرس" بمبئي
هوٽل، آءِ آءِ چندريگر روڊ ڪراچي ۾ ڪمپوز ٿيو.

# حيدرآباد ۾ قيامت

زاهدا شيخ

”قرآن پاڪ جي ورقن تي لڳل خون منهنجي بابا جي موت ۽ دهشت گردن جي وحشانيت جو گواهه بڻجي ظالمن کي هڪ ڏينهن ضرور پنهنجي انجام تي پهچائيندو.“ اهي لفظ هئا شاهه فيصل ڪالوني حيدرآباد ۾ دهشت گردن هٿان قتل ٿيل عبدالرحمان جي نياڻيءَ جا.

حيدرآباد شهر سنڌ جو تخت گاهه، جيڪو اڳ محبت ،امن ۽ سونهن جي شهر جي نالي سان سڏيو ويندو هو. جتي سنڌي اديبن، فنڪارن ۽شاعرن جون رهاڻيون ٿينديون هيون. جتي سڄي سنڌ جا ماڻهو تفريح يا پين لفظن ۾ هوا متائڻ لاءِ ايندا هئا. جنهن ۾ شامون ۽ راتيون سڄي دنيا ۾ مثالي سمجهيون وينديون هيون جنهن جي گهٽين ۾ اڳ هوليءَ جو رنگ پکڙجندو هو. اڄ هن جون گهٽيون سنڌي ماڻهن جي خون سان پيون رنگجن . جتي اڳ پيار جي نغمن جي گونج هئي، اتي اڄ بارود جا دهشت انگيز ڌماڪا پيا ٻڌجن. جتي اڳ ٽهڪڙا ٻڌبا هئا، اتي اڄ سڏڪن ۽ روڄ راڙي جو واس آهي

١٣ ڊسمبر تي شاهه فيصل ڪالونيءَ ۾ سنڌين جي پاڙي ۾ سنڌياڻي تحريڪ جو وفد ويو. جتي دهشت گردن اوچتو حملو ڪري عبدالرحمان پنهور کي شهيد ڪيو هو. اتي ٻن ٽن گهرن کان سواءِ سڀني گهرن کي تالا لڳل هئا. ان صورتحال مان پاڙي جي سمورن سنڌي ماڻهن جي بيوسي بڪيءَ رهي هئي. اهي پنهنجي وجود کي بچائڻ لاءِ پنهنجا گهر ڇڏي مٽن مائٽن ۽ واقفڪارن ڏانهن پناهه وٺڻ لاءِ وڃي چڪا هئا. ڇو ته انهن دهشت گرد وحشين جا خون خوار جهنگلي جانورن جهڙا رانياڙ ۽ گولين جا ٺڪاءُ ٻڌا هئا. انهن قاتلن مظلوم شهيد جي زال جون منٿون ٻڌيون هيون ته ”خدا جي واسطي اسان تي رحم ڪريو، هي قرآن ميڙ اٿو مون کان ،منهنجي ٻچن کان منهنجو سهارو نه کسيو.“ ۽ پوءِ خون ۾ ٻاڙها قرآن شريف جا ٽڪرا ٿيل ۽ ٽڙيل پکڙيل ورق به هنن ڏٺا هئا. ٻخار ۾ ٻرندڙ معصوم نياڻيءَ جون سڏڪندڙ ۽ ٻاتن ٻولن ۾ التجائون ”منهنجي بابا کي نه ماريو، منهنجي بابا کي ڇڏيو“ به ٻڌيون هيون. شهيد عبدالرحمان جو خون ۾ رنگيل لاش به انهن ڏٺو هو. اهڙي صورتحال ۾ پوءِ اهي ٻي هٿيار مسڪين ماڻهو اتي رهي به ڪيئن ٿي سگهيا.!

اتي جن چند گهرن ۾ ماڻهو رهيل هئا اسين جڏهن انهن سان مليونسين ته اتي هڪ گهر جي عورتن ٻڌايو ته اسان جي هڪ نوجوان عبدالرحمان پنهور کي پنهنجي رڪشا ۾ ڪٽي اسپتال پهچايو هو، ان ڪري هاڻي دهشتگرد انهن کي قتل ڪرڻ جون ڌمڪيون پيا ڏين، اسان کي هاڻي خطرو آهي ته ظالم ڪنهن به وقت حملو ڪري اسان جي ڇوڪري کي ماري وجهندا. اسان وٽ ته پنهنجي بچاءَ لاءِ ڪجهه به ڪونهي. ٻيو گهر جنهن ۾ پوڙهي مائي پنهنجي ڌيءُ سان ويٺي هئي، ان ٻڌايو ته” منهنجو هڪڙو ئي پٽ آهي سو به جڏڙو آهي، هلي ڦري ڪو نه سگهي، اهو خوف کان پاڻ هتان ڪٽائي ويو آهي ۽ منهنجي ڌيءُ جي مڙس کي اسين گهر اچڻ ڪون ٿيون ڏيون ته متان ظالم وري ڪو حملو نه ڪن، اهي درندا مارن به ته گهرن جي ڪنندڙ ڪمائيندڙن کي تا، پوءِ اسان ٻي سهارن جو ڪير آهي“ !

ٻي هڪڙي گهر جي عورتن ٻڌايو ته روز پاڙي مان دهشت گرد اسان جي گهر پٿر اڇلائيندا آهن ته جيئن ڌڄي اسان پنهنجا گهر ڇڏي

”قرآن پاڪ جي ورقن تي لڳل خون منهنجي بابا جي موت ۽ دهشت گردن جي وحشانيت جو گواهه بڻجي ظالمن کي هڪ ڏينهن ضرور پنهنجي انجام تي پهچائيندو.“

وجون. هڪڙي ڏينهن اسان جي گهر ۾ گهڙيا ۽ اسان جي نوجوان نياڻي جنهن جي عمر ٢٢سال آهي ان لاءِ چيائون اها اسان جي حوالي ڪريو، ڪين هٿيار ٻه هٿا. گهر جي ڪنڊ ۾ رکيل سرن جي ٽڪرن ڏانهن اشارو ڪري چيائون تہ اهي توهان اسان سان مقابلو ڪرڻ لاءِ گڏ ڪيون آهن. ۽ ڌمڪيون ٻہ ڏنائون بس هيئين جو ڏڏ آهي نہ ڪٿي هي سرن جا ٽڪرا ۽ ڪٿي ڪلاشنڪوف، ريوالور، پستول ۽ مائوزر.

هڪ گهر ۾ رڳو هڪڙي ٣٥ سالن جي عورت هئي. ان ٻڌايو تہ "منهنجون ڌيئرون ۽ هڪڙو پٽ آهي انهن کي مون مائٽن ڏانهن موڪلي ڇڏيو آهي. ظالمن جا اسان جي مردن جي زندگين ۽ نياڻين جي لڄن ۾ هٿ آهن. اسين ڊڄون ٿا. سپاٽن چيو آهي تہ" زهر کي زهر ماريندو آهي پر اسين تہ اهڙا اياڻا آهيون جو زهر کي مارڻ لاءِ

اتان پوليس چوڪي هٽائي وئي." اهو تنڊو واقعو اسان کي شهرن ۾ امن امان قائم ڪرڻ لاءِ ڏاهيل چوڪين جي مقصدن کي سمجهڻ لاءِ ڪافي آهي.

شهيد عبدالرحمان پنهور جي زال گهر بند ڪري پنهنجا ٻار وٺي مائٽن جي گهر وڃي ويٺي هئي. اسين اوڏانهن ساڻن ملڻ لاءِ ويوسين. هن روئيندي روئيندي ٻڌايو تہ شام جا تقريباً ٽي ٿيا هئا، اسين گهر ۾ چانهہ پي رهيا هئاسون تہ ٻاهر فائرنگ جو آواز ٿيو، منهنجي مڙس اٿي جلدي ٻاهريون دروازو بند ڪيو. گهڙي بہ نہ گذري تہ دهشت گردن جو ٽيهن پنجٽيهن جو ٽولو اسان جي دروازي کي زور زور سان ڌڪ هڻڻ لڳو. دروازو ڌڪن سان ٽٽي پيو ۽ ڇهہ دهشتگرد "جيئي مهاجر" جا نعره هڻندا زوري گهر ۾ گهڙي آيا ۽ منهنجي مڙس مٿان ڪلاشنڪوفون تاڻي بيهي رهيا. منهنجي مڙس پڇن تہ "مون توهان جو

ظالمن وڏي سنگدليءَ سان منهنجي اکين اڳيان منهنجي مڙس کي گوليون هنيون. پوءِ دهشتگرد ڪمري ۾ گهري ويا ۽ ڪپٽ مان اسان پنهنجي ڌيءُ لاءِ جيڪو پگهر جي پورهئي مان ڏاج ناهيو هو ڪڍڻ لڳا. پر ان جي مونکي پنهنجي رڙين ۽ بدحواسي ڪري خبر ئي ڪونہ پئي، مون سمجهيو اهي ٻاهر هليا ويا. منهنجي مڙس کي ٻنهي ٻانهن ۾ گوليون لڳل هيون. مون ڪيس آٿت ڏيڻ لاءِ چيو تہ "پرواه نہ ڪر گوليون ٻانهن ۾ لڳل آهن تون بچي ويندين". منهنجا اهر اکر ظالمن ٻڌا ۽ نڪري اچي هڪدم ڪيس ڪک ۾ گولي هنيائون ۽ ان ڌڪ منهنجي مڙس کي ختم ڪري ڇڏيو. پوءِ آءٌ رڙيون ڪندي اسپتال مڙس کي کڻي هلڻ لاءِ آرمي چوڪي تي ويس تہ اهي هڪبئي کي چوڻ لڳا تہ "ڪوئي بات نهين هي يہ عورت گوليون کي آواز سن ڪر پاگل هوگئي هي" انهن ڪابہ مدد نہ ڪئي پوءِ پاڙي جي ڇوڪري

# ظالمن جا اسان جي مردن جي زندگين ۽ نياڻين جي لڄن ۾ هٿ آهن.

پاڻ وٽ زهر جو ذرو بہ ڪونہ رکيو اٿس." پاڙي جي عورتن اسان کي عبرتناڪ خبر ٻڌائي تہ جنهن ڏينهن عبدالرحمان جو قتل ٿيو ان ڪان هڪ ڏينهن اڳ دهشت گرد هڪڙي سنڌي نوجوان جي پويان فائرنگ ڪندا پئي آيا. ڇوڪرو ڊوڙندو آرمي ڪالوني لڳ پوليس چوڪيءَ جي پر سان جان بچائڻ لاءِ ليٽي پيو تہ چوڪي تي موجود پوليس وارن دهشت گردن کي بچائڻ لاءِ هوائي فائرنگ ڪئي ۽ دهشت گرد ڀڄي ويا. پر آرمي وارا پوليس تي ڪاوڙجي پيا، چئي "گورنمنٽ ڪا مال ضايع ڪر رهي هو ، تم گورنمنٽ ڪا نقصان ڪرتي هو، ۽ پوءِ انهيءَ ڏينهن

کهڙو گناه ڪيو آهي مون کي ڇڏيو. مون کي ڇو ٿا ماريو". منهنجي ڇهہ سالن جي ڏوهٽي روئي ڪين منٿون پئي ڪيون. گهر ۾ ٽي قرآن شريف رکيل هئا مون اهي کڻي اچي ظالمن کي ڏنا ۽ چيو تہ مون وٽ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونهي سواءِ انهن جي، توهان کي هنن قرآنن جو واسطو آهي منهنجي مڙس کي ڇڏيو. پر انهن اسلام، اسلام ۽ مملڪت خدا داد پاڪستان جا هوڪرا ڪندڙ مسلمانن، قرآن شريفن کي ايڏو زور سان پٽ تي اڇلايو جو اهي پنا پنا ٿي ڪي گهٽيءَ ۾، ڪي ناليءَ ۾، ڪي ٻاٽ روم ۾ مطلب تہ سڄي گهر ۾ پکڙجي ويا ۽ پوءِ پيشہ ور قاتلن ۽

رڪشا ۾ اسپتال پهچايو. چيائين شڪر آ رب جو ان ڏينهن منهنجي جوان ڌيءُ ۽ هڪڙو ئي جوان پٽ گهر ۾ ڪونہ هئا نہ تہ خبر ناهي ڪهڙي قيامت ٿئي ها. وڌيڪ چيائين تہ جيڪي اندر گهڙيا آءٌ انهن ڇهن ئي کي سڃاڻان، هو اسان جي پاڙي وارا هئا، سنڌن نالا عثمان، رشيد، بشير..... هئا. انهن سيني کي منهنجو مڙس ،پٽن ۽ پائرن وانگر ڏسندو هو پر اهي احسان فراموش زهريلا نانگ نڪتا. جي گهر ۾ ڪو هٿيار هجي ها تہ ائين نڌڪا ٿي نہ مرون ها. اسين بہ تہ ڪنهن نہ ڪنهن دهشت گرد کي ماري پوءِ مرون ها. هاڻ بہ جيسين انهن کي

سزا نہ ڏيارينديس تيسين سک نہ سمهنديس. جڏهن اليڪشن ٿي تہ منهنجي ڌي پ پ جي اميدوارن لاءِ ايترو ڪم ڪيو جو نہ آرام جو هوش هئس نہ کائڻ جو. پر هاڻي جڏهن بينظير حيدرآباد آئي تہ اسان سان ڪوڙي همدردي بہ ڪونہ ڏيکاريائين. اسان جا ماڻهو مئا، رڳو اسان سان تعزيت ڪري ها تہ بہ اسان جي هانءَ تي ڇنڊو پئي ها. پرآئي ۽ اسان جي قاتلن کي اسان جي قتل ڪرڻ جي انعام طور هڪ ڪروڙ روپيہ ڏئي وئي. اهو مليو آ اسان کي هن مائيءَ سان وفاداري جو صلو.

مٿيون دردناڪ داستان رڳو هڪ گهر يا هڪڙي پاڙي جو نہ پر حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ رهندڙ هر سنڌيءَ جو آهي. جن کي اڄوڪي جمهوري دور ۾ ٻيا حق تہ ٺهيو پر رڳو زنده رهڻ جو بہ حق ڪونهي. اها صورتحال اسان آڏو ٻہ رستا پيش ڪري ٿي. هڪ تہ چپ چاپ پنهنجو پاڻ کي دهشتگردن جي حوالي ڪري سنڌي ماڻهن، سنڌي تهذيب، ثقافت ۽ سنڌ جي وجود کي اکين آڏو گهٽجندو، تڙپندو ۽ مرندو ڏسون. ٻيو تہ پنهنجي قومي وجود جي بقا پنهنجي تهذيب ،ثقافت ۽ ڌرتي جي بقا لاءِ دهشت گردي سان مقابلي لاءِ چيلهہ سان سندرو ٻڌي ميدان تي نڪرون.

زنده ۽ غيرتمند قومون ٻيو رستو ئي چونديون آهن. اڄ جون حالتون هر سنڌي کي ڏاهپ ۽ ديانتداري سان دشمن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ سڏ ڏين ٿيون. اڄ نہ رڳو سنڌي مرد پر سنڌي عورتن کي بہ پنهنجي شهرن ۽ ماڻهن کي بچائڻ لاءِ پنهنجا فرض نڀائڻا آهن ۽ زنده قوم جي فرد هجڻ جو ثبوت ڏيڻو آهي.

حيدرآباد ۾ دهشتگردن هٿان ٿيل شهيد
١٣ڊسمبر تي حيدرآباد ۾ دهشتگردن
هٿان مارجي ويلن جا نالا هن ريت آهن :

| نالو | هنڌ |
|---|---|
| رمضان خاصخيلي | لطيف آباد نمبر٨ |
| عاشق حسين شاه | قليلي |
| گلشير ميربحر | گٺون شالا قليلي |
| نعيم بلوچ | ٺٺون آباد مارڪيٽ |
| پناڻ پيل | لطيف آباد نمبر٨ |
| هيبت خان | لطيف آباد نمبر٨ |
| غلام قادر | لطيف آباد نمبر٨ |
| الله بخش | لطيف آباد ١٢ |
| محمد جمن عباسي | لطيف آباد نمبر٨ |
| سونو خان چانڊيو | لطيف آباد٢ |
| عبدالرحمان پنهور | ممتاز ڪالوني ڪچو قلعو |
| محمد بخش پنهور | انڊسٽريل ايريا |

## ڏهہ هزار سال پراڻو ڳوٺ

آثار قديمہ سان لڳاءُ رکندڙ ماڻهن لاءِ هيءَ خبر ضرور دلچسپي جو باعث بڻبي تہ تازو ترڪي جي آڪاسري علائقي ۾ استنبول يونيورسٽي جي آثار قديمہ جي ماهرن کوٽائي دوران ڏهہ هزار سال پراڻو ڳوٺ دريافت ڪيو. ترڪي جي آثار قديمہ جي ماهر پروفيسر اوفق ايسن جي چوڻ مطابق تہ آڪاسري علائقي ۾ ميماسن ڍنڍ وٽ لڌل ان ڳوٺ ۾ پنجن ثقافتي تهذيبن جا اهڃاڻ مليا آهن. پروفيسر ايسن مطابق اتي فصلن ۽ ٻوٽن جي اهڃاڻن مان ظاهر ٿو ٿئي تہ دنيا ۾ سڀ کان پهريائين زراعت جي شروعات ان علائقي ۾ ٿي. کوٽائي دوران لڌل هڏن ۽ پٿر جي هٿيارن مان ظاهر آهي تہ اهي ماڻهو زراعت جي فن سان گڏ جنگلي جانورن جي شڪار جا بہ ماهر هئا. ساڳي وقت ترڪي جي مرسن صوبي ۾ آئدنيڪ علائقي ۾ کوٽائي دوران هڪ قديم شهر "سيلينڊرس" دريافت ڪيو ويو آهي. جيڪو دنيا جي قديم شهرن مان آهي ۽ چيو وڃي ٿو تہ ان جو بنياد ٢ هزار سال ق-م "لووِس" نسل جي ماڻهن رکيو. کوٽائي دوران ان شهر مان ٨ گنبذ لڌا آهن. جيڪي پنجين صدي ق-م جا تعمير ٿيل آهن. رومن دور جو تعمير ٿيل هڪ گهر پڻ لڌو آهي. قديم ادب مطابق ان شهر کي ستين صدي هجري ۾ "ساموس" نسل جي ماڻهن پنهنجي بيٺڪ بنايو. وڌيڪ حيرت انگيز آثار ملڻ جا امڪان ڏيکاريا ويا آهن.